## معمولي واقعو

دنيا ڪيڏي نه اٿاهه آهي! دنيا ۾ هر روز سون، بلڪ هزارين واقعا ٿين ٿا. ڪي واقعا اهڙا آهن جي ساري سنسار جو ڌيان ڇڪائين ٿا ته ڪي اهڙا به واقعا آهن جي پرسان پاڙي جو ڌيان به نه ڇڪائي سگهندا آهن. اڄ منهنجو، دنيا ۾ ٿرٿلو مچائيندڙ واقعن سان پريوجن نه آهي. مان اڄ هٽبر روجن ۾ قاٽڻ جو واقعو ٻڌائي توهان جي تن ۾ سيات وجهڻ نٿو چاهيان ۽ نه ئي وري مسٽر ڊلس جي لڙائي جي ڌمڪيءَ جي خبر ٻڌائي توهان کي ڏڪائڻ ٿو چاهيان. اڄ نهايت هڪ معمولي واقعو توهان جي اڳيان پيش رکڻ ٿو چاهيان- معمولي انسان جي، معمولي زندگيءَ جو، معمولي واقعو!

باندرا اسٽيشن تان لهندا ۽ هل روڊ طرف وڃبو هوندو ته سامهون واري ننڍڙي رستي تان هلڻو پوندو، جنهن جي هڪ طرف ڪوس گهر جي ننڍڙي ديوار آهي ۽ ٻئي طرف دڪان آهن. ديوار جي لڳو لڳ اُتي فوٽن جو هڪ ٿلهو ٺاهيو ويو آهي، جتي سنڌي شرڻارٿين جون ڪپڙي جون ڪاٺ ڪئبدون (اسٽال) لڳل آهن. منهنجي سمجهه ۾ نه هو سڄو وقت مکيون ماريندا رهندا آهن ۽ اتفاق سان ڪو گراهڪ ايندو اٿن ته ان جو سٺو سکيءَ پاکيءَ سان ڪوڙي روز جو گذران ڪيدي

وٺندا آهن. اهڙي جاءِ مونکي هڪ واقفڪار مان ملي: هئي، جو پاڻ هڪ اهڙي اسٽال جو مالڪ هو. هن مونکي ٻڌايو تہ، "اسين سنڌي گراهڪ پسند ڪونہ ڪندا آهيون. اهي اهڙا نہ پالها ۽ پڪا آهن جو هڪ پيسي تي بہ ڏهہ ڪلاڪ ريڙهہ پيڙهہ ڪندا آهن. باقي ڪو مرهٽو يا مدراسي ملي ويو تہ رڳي ڇهين آني گروار ڪپڙو ٻن رپين ٻن آنن ۾ وڏي خوشيءَ سان وٺندو ۽ وري جي اسان پلمانسائي ڏيکاري بہ آنہ نرخ ۾ رعايت ڪئي تہ ٻن والن جا چار وال ڦاڙائي ويندو."

ان ٿلهي جي ڇيڙي واري ڪنڊ وٽ، جتي برما شيل تيل ڪمپني جو پمپ لڳل آهي، هڪڙو درخت بيٺل آهي، جنهن کي فقط هڪ ڏار ۽ ڪي چانگون آهن. اهو ڏار پيرمرد جي ڇيله، وانگر ڪبو رستي تي مڙيل آهي. ان وڻ جي هيٺان هڪ معمولي انسان جو آستان آهي.

جڏهين ڪان مان باندرا ۾ اچي رهيو آهيان، ان شخص کي ڏسندو آهيان. ڪيترن سالن کان هو اتي رهندو آيو آهي، رڳو تواريخ نويس ٻڌائي سگهن ٿا. هو جهور ٻڍو آهي. ٿي سگهي ٿو تہ ساري عمر انهن سورهن چورس فوٽن ۾ گذاري هجيس، جاڪاڻ تہ هو اکين کان سڄو آهي.

مان ۽ منهنجي اڌ سريري هر روز شام جو دفتر مان موٽندي ان شخص کي ڏسي ضرور ڪونہ ڪو ذڪر ڪندا آهيون. رستي تي هيٺين ماڻهن کي ڇڏي هن جو تي

ذڪر ڪندا آهيون، تنهن جو مطلب ڪا خاص ڳالهه اسان جو ڌيان ڇڪائيندي آهي. اها خاص ڳالهه آهي، هن شخص جي ڪکائين جهوپڙي. هن پنهنجي لاءِ ڪکن، ڪانن، اڳڙين، پانن، لڪڙين، پڙچ جي ٽڪرن مان هڪ نهايت "عاليشان گهر" تيار ڪيو آهي. سچو ته هن پنهنجي گهر تي محنت ڪئي آهي. نور ڪونه اٿس، پر همت ڪيس اکين جو ڪم ٻه ڏيندا آهن. ڪيترا دفعا مون رستي تي بيهي هن جي پورهئي ۽ سجاوت جو ديدار ڪيو آهي.

ڪنهن وقت هو ڪتان ڪک، ڪانا، ڪانيون وغيره گڏ ڪري ايندو آهي، پوءِ انهن کي پنهنجي جهوپڙيءَ جي ڇت جا چار فوٽ اوچي مس هوندي آهي، تي ڪهڙي نه هنرمنديءَ سان ٺاهي رکندو آهي، سو شايد اکين واري کي به تپرس ۾ وجهي ڇڏي. ڪڏهين وري اڳڙين، پانن، يا ڳوٺين جي ٽڪرن کي ملائي فينستائيءَ سان جهوپڙيءَ جون ديواريون هوا ۽ مينهن کان بچائڻ ڪاڻ، مضبوط ڪندو آهي. ڪڏهن ڏسوس ته ٺڪر جا ٽڪر ويٺو جهوپڙي ۾ گڏ ڪري، انهن کي وڏي ٺڪر سان ڪٽي سنئين سنوت ۾ ٺاهي، سمهڻ لاءِ هڪ ٿلهو ٺاهي، ته ڪڏهن مٽيءَ جو گارو ٺاهي ويٺو ان ٿلهي کي لمبو پائي. ٻئي ڪهڙي مان هن پنهنجي لاءِ آرام ديهه "مڪان" ٺاهي ڪڙو ڪيو آهي، جو مينهن، واءَ ۽ سيءَ کان سندس اُهڃاڻ ۽ سڙيل ڪوئلي جهڙي جسم

کي ٻڌائيندو آهي. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته هو شايد هڪ اعليٰ معمار ٿيڻو هو يا هڪ ناليرو انجنيئر؛ پر ڇڏيو انهيءَ ڳالهه کي...

بمبئيءَ ۾ چوماسي واري برسات ڪهڙو قهر ڪندي آهي، سو چڱن مڪانن ۾ رهندڙ به محسوس ڪري سگهن ٿا. پر هيءُ انسان، ان ڪاٺين جهوپڙيءَ ۾ اهي ڏينهن ڪيئن گهاريندو هوندو، تنهنجو خيال ڪري اسان جي دل سسي ويندي آهي. هو هڪ ڀڳو ٽٽو تالپتري اوڍي، جهوپڙيءَ جي ننڍي دروازي کي گاسليٽ جي دٻي جي ڀڳل پترن سان ٻڌي ڪي ڪلاڪن جا ڪلاڪ اندر پيو هوندو آهي، جڏهين ٻاهر ٿهه ٿهه مينهن وسندو آهي. ڪڏهين ته ڏينهن جا ڏينهن ان پر ۾ سوگهو هوندو آهي، جڏهين مينگهه ديوتا جي مهر سان ٻاهر جل ٿل جو نظارو پيو پسبو آهي.

اسان هنکي ڪڏهين پنندو نه ڏٺو آهي؛ ڪڏهين خيرات لاءِ هٿ ٽنگيندو نه ڏٺو آهي. شايد جيڪي ملندو اٿس اهو ئي، "شري ڪرشڻ ارپڻ" چئي کائيندو آهي ۽ وڌيڪ تمنا نه رکندو آهي. مون ڪيترا دفعا ڪيس وانهڙن کي هڪ ئي چيز جي خيرات گهرندو ڏٺو آهي. هو ڪنهن وقت ٻڙيءَ جي ٻاڙ ڇهائڻ لاءِ هٿ ٽنگيندو آهي، "او بابا! هڪ ٻڙي ته ڏيندو وچين؟" چئي هو خاموش ويهو رهندو هو. مان ٻڙيءَ جو عادي نه آهيان، پر جڏهين هن شخص جي ٻڙيءَ

لاءِ صدا ٻڌندو آهيان تہ هڪ ڪن لاءِ اهو خيال ايندو اٿم تہ پنهنجي ڪيسي ۾ هنجي طلب پوري ڪرڻ لاءِ جيڪر 'بارود' موجود هجي ها!

عموماً هو سن سنات ۾ جهوپڙيءَ جي ٻاهران ويهي پيڙيءَ جا سوٽا هڻي، پيشانيءَ ۾ گهنج وجهي بي نور اکيون آسمان ۾ پائي، ڪي دل جا اڌما ۽ امنگ اڏائيندو رهندو آهي ۽ زبان سان ڪجهہ ٻڙڪندو معلوم ٿيندو آهي. يا گهڻو وقت جهوپڙيءَ ۾ پلٿي ماري، اکيون بند ڪري ميرو ڪپڙو ڳچيءَ تي ويڙهي جهومندو رهندو آهي. هو ٻاهران نهايت ڌيرج، تحمل ۽ سنتوش سان، خاموش ۽ سيتل نظر ايندو آهي ۽ ڪير ڄاڻي اندر ۾ ڪهڙن طوفانن کي نپائيندو رهي ٿو. کيس ڪڏهين ڪڏهين پيچ پنيءَ جو حيرت انگيز رنگ ۾ ڏسندو آهيان. پرڀات جي خاموشيءَ ۾، چندرما جي پوئين ڌيمي روشنيءَ ۾، لمبنيءَ جي هل هنگامي کان نجات حاصل ڪيل اسر جي فضا ۾ کيس رودن ڪندو ٻڌندو آهيان. هو جهوپڙيءَ ۾ ويٺي پنهنجي ڪرمن تي ٻئي هٿ هڻي، اکين مان آنسون اوتيندو، پٽ پٽ ڌاڙا وسائيندو نهايت ڪوڙي آواز سان رئندو ۽ پڪاريندو آهي. ڪهڙي ازحد دک جو بوجو پنهنجي دل تان هٽائيندو آهي، اهو ڪير ڄاڻي! ان وقت ماٺيڻي فضا ڏکي ويندي آهي! هوا گهوگهاٽ ڪري هن جي درد جو سياپو ڪندي آهي. وڻ جا پن اورش ۾ اچي رات جي شبنم جا ڳوڙها

ٻڪن جي صورت ۾ وهائيندا آهن ۽ پيرمرد- وڻ، جنهن جي آسائش ۾ ٻيڙو ڪيئين ورهيه ڪاٽي چڪو آهي، هلڪا سڏڪا پري همدردي جو اظهار ڪندو آهي. مان سمجهندو آهيان ته دنيا ۾ ڪو به هن شخص جو ڪامل همدرد ۽ همدم آهي، ته اهو اهوئي درخت آهي جنهنجي ڇانو ۾ هن الائي عمر جو ڪيترو حصو گذاريو آهي. ٻيڙي جي دڪان وٽ اوسانجي سندس ڇمڙي ۽ جهڙو ڪارو ٿي ويو آهي، ڇاڪاڻ ته مونکي آس پاس وارا ٻيا درخت ڇهڇ ساوا نظر ايندا آهن.

اهڙي ۽ طرح هر روز ڪنهن نه ڪنهن ننڍڙي واقعي تي يا سندس ڪنهن نه ڪنهن هلت يا اشاري تي ڪجهه نه ڪجهه ضرور ڳالهائيندا آهيون. خاص ڪري جڏهين سندس پرسان لنگهندا آهيون ته چاهيون نه چاهيون هو اسانجو ضرور ڌيان ڇڪائيندو آهي.

ڪنهن وقت هوءِ پڇندي ٿي اٿم، "هن جي پڪارڻ ۾ ڪهڙو درد سمايل آهي؟"

"سندن سيني ۾ ويڙهيل تمنائن جو،" آءٌ ويچار ۾ ئي ٻڌل جواب ڏيندو آهيان.

"جنهن دنيا ئي نه ڏني آهي تنهنجون ڀلا ڪهڙيون تمنائون ٿي سگهن ٿيون؟"

"وڏي ۾ وڏي تمنا آهي انساني جيوت حاصل ڪرڻ."

"ههڙي جيوت ۾ ڪيس ڪهڙو وس هلندو هوندو؟"

"'زندهه رهڻ' پنهنجي ليکي ئي وس ۾ ٿيو آهي؟"

"گهر ٻار جي تمنا ته ٿيندي هوندس؟"

”سنڌس هيءَ نماڻي جهوپڙي اُن زوردار خواهش، جو اظهار آهي.“

”هن پيڙهيءَ ۾ ته ڪيس آسائش نصيب ٿيڻ گهرجي.“

”تصور ڪري سگهن ٿي ته سنڌس جواني ڪيئن چيچلائي ختم ٿي هوندي؟“

”ڪيس اولاد هجي ها ته ڪجهه آرام ڏئيس ها.“

”هنن جي جيوت به هن وانگر گهٽجي گهٽجي خلاص ٿئي ها.“

”آخر ۾ هيءَ سڀ ڪجهه دنيا ۾ ڇا پيو ٿئي؟“ ڇڙڪ سنڌس وسواس کي ٺوڪر لڳندي هئي.

”سائين جا رنگ نيارا آهن!“ مان مشڪي ڇڏي ونندو هوس.

۽ پوءِ هڪڙي ڏينهن صبح جو آءٌ نيم انوسار ٽڪڙو ٽڪڙو باندرا اسٽيشن ڏانهن پنهنجي خيالن ۾ پئي ويس، انهيءَ درخت وٽان لنگهندي مون کان اوچتو وڏو ڇرڪ نڪري ويو. ڏٺم ته وڻ اُداس هو ۽ اهو وسيل زمين جو ٽڪرو ويران هو.

هوءَ جهوپڙي ڪاڏي وئي ۽ هو پيرمرد ڪاڏي ويو؟ منهنجي دل سچ پچ ٻڏي وئي. رات جي اندر ڇا يمراج کين ڳرڪائي ورتو هو؟ ڇا هو پنهنجي جائداد پاڻ سان کڻي پئي ڪنهن ديش ڏانهن راهي ٿي ويو يا ٻنهي کي ڌرتي ماتا ڳرڪائي وئي؟ مونکي ڪو به خاطر خواه يا تسلي بخش جواب ڪونه مليو.

اهو سڄو ڏينهن منهنجو اڻ مزي گذريو. هر هر پيڙو پنهنجي نماڻي صورت سان اچي تي اکيان بيٺو جو پنهنجي جهوپڙيءَ جي خبرداريءَ سان پرداخت ڪري رهيو هو. سندس گونا گون چٽر اکين جي اڳيان ڦرندا، سندس يادگيري کي مضبوط ڪندا، گذرندا ٿي ويا.

مونکي اهوئي اڌڪو هو ته شام جو نرملا سان ملندس ته کيس هيءَ خبر ڪهڙي منهن سان چوندس. کيس ڪيترو نه ڏک ٿيندو ۽ شايد اسين وري ڪڏهين به ان باري ۾ هڪٻئي سان ڳالهائي نه سگهون. جو ناواقف ۽ معمولي شخص اسان جي زندگيءَ ۾ هلندي هلندي گهڙي آيو هو، سو ائين ئي اوچتو اسان جي زندگيءَ مان نڪري ويو ته اها ڪا وڏي ڳالهه ڪا نه هئي؛ پر الائي ڪهڙو ناتو کيس اسان جي ويجهو آڻي چڪو هو، جنهن ناتي ٻڌڻ وقت به هو اسانجي دل کي ڌيمو لوڏو ڏيئي ويو هو.

جڏهين شام جو ملياسين ته ٻنهي جا منهن مرجهايل هئا. مون پريندي ئي تاڙي ورتو ته اها روئداد هنجي نظرن کان به لڪل ڪا نه رهي آهي ۽ هوءَ انهيءَ ڪشت هيبت ۾ ٻڏي رهي آهي. هنجي چهري تي ڏک جون ريکائون جان تان سرس هيون. اِها ڳالهه پروڙي نه سگهيس.

منهنجي اکين ۾ وياڪلتا ۽ انتظاري ڏسي ٻاڙائي منهن کولياڻين، "اِها وڏي بوجهه محسوس ڪري رهي آهيان، چاڪاڻ ته پنهنجي اکين سان اهو دل ڏڪائيندڙ

نظارو ڏٺو اٿم،“ ۽ پنا ترسڻ جي وارتا شروع ڪيائين، ”صبح جو سوير عين ساڳي وقت جڏهين آءٌ هيڏانهن اچي رهي هئس ته ميونسپل جا ڪرمچاري لاري ۾ چڙهي صفائيءَ تي نڪتا هئا. سندن پاڇو هن جي جهوپڙيءَ تي به اچي پيو ۽ ميونسپل جا ملازم اچي اُن ٻي ڄاڻ ۽ گڏگدام جهوپڙيءَ تي ٽٽا. جهڙي اکير ۾ سڪ سان پيڙي، ڪاني ڪري، انهن ڪکن کي لڳايو هو، اهڙي ئي ابتي بي رحميءَ سان هو جهوپڙيءَ جي تنڪي تنڪي کي ويا ٽيندا ۽ مچ جي حوالي ڪندا،“ ٿورو ترسي ۽ اُپو ساهه پري وري چيائين، ”پيڙي جي حالت ان وقت نهايت بري هئي. هڪ هڪ ڪانو ته نه پنهنجي رهيو هو، جڻ هنجي هڪ هڪ هڏي ٽٽي رهي هئي. نابينا هوندي به خبر ناهي هنکي ڪٿان ايترو من جو سوجهرو اچي ويو، جو هڪ هڪ ڪاني کي هو ائين چنبڙي ٿي پيو جئن اَمڙ پنهنجي اولاد کي خطري ۾ ڏسي ڪَٽي سيني سان لپيٽيندي آهي. پر بي رحميءَ سان ڪيس ائين ٿي اڇليو ويو جئن سڪ ڪلهي ٻال کي ٽيڙ ڪارائبا آهن. هن ڏاڍيون آزيون نيزاريون ڪيون، ڪرمچارين جي پيرن کي چنبڙي پيو، پر اها ”انساني زندگي“ رحم جي ڪابل نه هئي! هن جيڪي ڪيڪرات ۽ چلاهٽون ٿي ڪيون، پڪارون ۽ فرياد ٿي ڪيا سي پرسان پيتل ميڙاڪي جي دلين ۾ رت جو دور تيز ڪري رهيا هئا. هنن جي دل مان آهون پئي نڪتيون...

ڀيڙي جو سهارو، اڪيلي جائداد، هڪڙي ئي پونجي سندس سامهون چکيا تي چڙهي پيئي هئي ۽ پيرسن ڇپن ئي ڇڪ پائي درد کي دل ۾ سمائي زار زار آنسون وهائي، ائين ويٺو رهيو جڻ ڪو انسان پنهنجي پياري ۾ پياري شخص جي چکيا تي ويهي آنسون وهائيندو آهي..."

مون ڏٺو ته نرملا جي دل ڀرجي آئي هئي ۽ اکيون آليون ٿي ويئون هيس. پنهنجي دک کي مونکان لڪائڻ لاءِ ڪٽي منهن پاسيرو ڪيائين ۽ پوءِ دک کي پيئندي چيائين، "پرسان ڀيو ته هڪ فقير ويٺو هو، جنهنجي سڄي بدن تي قست هئا. هن پنهنجي ڦٽن کي ڪرڙي وڏا ۽ پيازڪ نهڪ پئي ڏنا ۽ زور سان چلائي پئي چيو، 'اچا هئا، سالا اميرون کي طرح رهني کا نکل کرتا ڏنا!'

(فبروري ۱۹۵۵)

بمبئي
اَمرچي

ڇهن ڏينهن کان مان هن ڪوٺيءَ ۾ ويٺو آهيان. مان آسمان ڏانهن هٿ کڻي لکڻ لاءِ وقت گهرندو هوس ۽ ڇهن ڏينهن کان مون کي هيترو وقت مليو آهي؛ پر دل کي ڦولهي ڦولهي ويهڻ کان پوءِ به قلم نٿو چري. سوال آهي ته ڇا لکان؟ لکڻ لاءِ صرف وقت ئي ته سڀ ڪجهه نه آهي! لکڻ لاءِ جذبو گهرجي، من جي اُڇل گهرجي، حالتن جي تيورتا گهرجي ۽ ڏسڻ لاءِ وسيع دنيا گهرجي. پر هن ڪوٺيءَ جي اندر مون وٽ جذبي جي بدران دل تي هڪ عجيب ڪيفيت طاري آهي، من جي اُڇل بدران من تي هڪ ڀاري بوجهه سوار آهي، حالتن جي تيورتا بدران وايو منڊل ۾ جوش ۽ شوخي آهي. ۽ وسيع دنيا بدران منهنجي ڪوٺيءَ جي صرف هڪ دري کليل آهي...

بار بار اچي ڪرسيءَ تي ويهي لکڻ جي ڪوشش ٿو ڪريان. اچا ڪجهه لکان ٿو ته ٻاهران ٻز... ٻز... جو آواز ٿئي ٿو. نه صرف منهنجي دل دراٻڄي ٿي وڃي، بلڪ منهنجي ٻي جان قلم مان پڻ هلڪو سيسرات اُڀري ٿو وڃي. انهيءَ ٻز... ٻز... جي آواز ۾ ڪيتري نه وحشانيت ۽ ڀينتا سمايل آهي. سوچيان ٿو هيمٿ ڪو سيٽي تي نشان ڪاڻي، مٿن ٻڙ ايٽمي زمين کي ڇمي

هميشه لاءِ سمهيو پيو هوندو، يا کو ٽنگ کي ٻنهين هٿن سان زور ڏيئي نه برداشت ٿيندڙ سور پئي رهيو هوندو، يا کو پنهنجي پيشاني تي هٿ رکي، پنهنجي لهوءَ سان پنهنجا هٿ رڱي، ٻين کي ڏيکاري، هڪ پيڙا ڀري مشڪ پنهنجن چپن تي آڻي، مٿو گوڏن تي رکي اوندو ٿي ويٺو هوندو. اهي گوليون منهنجي سامهون واري بالڪنيءَ ۾ ته ڇوڙيون ويئون آهن، جنهن جڳهه جي چوماڙ تي هڪ شاهي ڪارو جهنڊو ڦڙڪي رهيو آهي. انهيءَ جڳهه ۾ گهڻو ڪري مل جا غريب مزدور ۽ ٻيا سخت پورهيو ڪندڙ رهندا آهن. انهيءَ بالڪنيءَ ۾ صبح کان ننڍا ٻار، زالون، نوجوان ٻڍا صف ٻڌيو بيٺا آهن. انهن جي اکين ۾ هڪ اهڙي چمڪ آهي، جنهنجي رازدار معنيٰ سمجهڻ ڪٺن آهي. هنن جي دل ۾ هڪ ئي وقت ڪروڌ، جوش ۽ لاچاري آهي!

مونکي يڪدم ڀارت سرڪار جي وزير اعظم جي ريڊيو تي ڪيل تقرير ياد اچي ويئي. جڏهين ٻڌي هيم، ٻڌهين کهڙي نه ٻادليل ۽ پر اثر لڳي هئي! چيو هئائين، ”بمبئي مهاراشٽرا جو حصو آهي ۽ پر ملڪ جي ڀلائيءَ لاءِ مرڪزي سرڪار جي هٿ هيٺ ئي رکي ويئي. ماڻهن کي گهرجي ته ’مٺي واجبي هلت‘ (sweet reasonableness) ڏيکارين.“ ’مٺي واجبي هلت‘ کهڙا نه مٺا ۽ سندر لفظ آهن ۽ اسان جو وزير اعظم مٺو

ڳالهيون ڪرڻ ۾ نه ماهر آهي! مان هر هڪ 'ايمرجنسي گهرندڙ' جي شڪل ۾ نهاري 'مني واجب حالت' جاچڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هوس؛ پر هر هڪ چهري جي مٿان هڪ وڏو وڏو گول سوال لڪيل هو. آخر به مهاراشٽرا جي دل کي ڇو ٿو جدا ڪيو وڃي؟ ڪو واجبي دليل، ڪو خاص سبب، ڪو زوردار منطق؟! بار بار وزير اعظم جي ريڊيو تي ڪيل تقرير پڙهيم، پر اهو وڏو وڏو گول گول سوال منهنجي نظرن ۾ اٽڪي بيهي رهيو. دل ۾ چيم، ''مني واجب حالت' بيشڪ سهڻا ۽ مٺا وچن آهن.''

اچا ڪرسيءَ تي لکڻ جي ارادي سان مس ويٺو آهيان ته هيءَ ''جان'' ڊوڙندو ٿو اچي. جان منهنجي گهر جو پاڻي نه هوندي به پاڻي ٿي رهندو آهي. هو مون جهڙي پورهيت کي به ''سيٺ'' ڪري ڇوندو آهي. مونکي سندس اها جهاتي ۽ روايتي مورتيءَ تي اينٽري ڪل ڪانه ايندي آهي، جيتري پنهنجي سيٺ سڏجڻ تي. جان چوي ٿو، ''سيٺ! ڪالا چونڪي پر پوليس اور آدميون کي بيچ ۾ جهڳڙي هوئي هئي، اور بهت لوگ مر گئي.'' هو ته ڇڏي ويو پر ڪيس خبر پئي ته منهنجي دل گهڙين سيڪنڊن لاءِ بيهي ويئي. 'بهت لوگ' آهي ته بن لفظن جو ميڙ پر ان جي پٺيان ڪهڙي نه دل ڪانڊاريندڙ تصوير لڪل آهي! 'بهت لوگ' مري ويا؟ ائين ڪيئن ٿو ٿي سگهي؟ موس اهڙو سولو

۽ سستو! ڇيم رڙ ڪري چوانس، ”جان تون مونکي لڪڻ به ڏيندين يا نه؟“

اڃا مان ڪيس چوان ٿي چوان تنهن کان اڳ ريڊڪراس جون لاريون دل ڌڪائيندڙ گهنڊ وڄائينديون منهنجي گهر جي بلڪل سامهون واري اسپتال جي اڱڻ ۾ اچي بيٺيون آهن. هاڻ مان ڇا ڪريان؟ ڪرسيءَ تي ويهي وڃي لڪان، يا پنهنجي بالڪنيءَ ۾ بيهي انهن لارين مان لهندڙ لاش ڳڻيان. منهنجي لاءِ ته ٻئي ڳالهيون ڏکيون آهن. مان بالڪنيءَ ۾ ڪي ڪلاڪ هڪ ٿي هنڌ بيهي ائين بي سرت ۽ بي حال ٿي ويو آهيان، ڄڻ اتي ڄمي ويو آهيان. منهنجي دل تي هر هر اهو سوال ڦري ٿو اچي ته ڇا هيءُ سڀ ماڻهو مري ويا آهن! منهنجي ته دل قبول نٿي ڪري. هڪ ئي وقت هڪ ٿي هنڌ، ايترا انسان بي جان ٿي وڃن، اهڙي طاقت گهٽ ۾ گهٽ موت کي ته نه آهي!

سڄو ڏينهن موت جون، گولين جون، پوليس جون، لاشن جون، زخمين جون ڳالهيون ٻڌيون اٿم. هينئنو مغز ايترو چڪرائي رهيو آهي، جو مونکي پاڻ لئي شڪ اچي ٿيو آهي ته ڇا مان موت آهيان؟ گولي آهيان؟ پوليس آهيان؟ لاش آهيان؟ زخمي آهيان؟ ٻيو ڪجهه هجي يا نه، پر مونکي ائين ٿو لڳي، منهنجي دل ۾ ڪڏهن هڪ تيز ڇري دٻي وڌي آهي ۽ ڪڏهن منهنجي امنگ جي پکيءَ جا پر مروڙي وڌا آهن.

دماغ جي وياڪلتا ۽ دل جي اُداسائيءَ کي دور ڪرڻ لاءِ اڃا پلڪ مس ليٽيو آهيان ته سوڀيتا آفيس مان موٽي آئي آهي. ڇهري تي لازمي خوف ۽ ملولائي ڇانيل اٿس، پر ڏيري گهر ۾ پير رکڻ سان هوءَ پنهنجي پوري ميزان ۾ اچي، ويٺي مون کي آفيس جو حال سڻائي. هوءَ ٻڌي آئي آهي:

”هيءُ... جٽ آهن، تمام جاهل ۽ بيوقوف آهن. هنن کي راڄ ڪرڻ اِي ڪو نه ايندو. بمبئي هنن کي ملي ته بمبئيءَ جو خير ڪونهي. چڱو ٿيو جو بمبئي مرڪزي سرڪار جي هٿ هيٺ آئي.“

”واه! واه! شاباس آهي، اهڙا ويچار ڦهلائيندڙن جي دماغي هنرمنديءَ کي!“ مون بي اختيار چيو. ”پر ته انهن اکين ۾ نواڻ نه هجي پر ’سچائي‘ ته بيشڪ آهي! انگريز به اسان هندستانين کي جٽ، بيوقوف، جاهل وغيره چئي اسانجو حق اسان کان ڇنڻ چاهيندا هئا ۽ هينئر هڪڙا ڏوتي ۽ ٽوپيءَ پهريل انگريز ڪنهن قوم جو حق ڇنڻ لاءِ ساڳيا اوزار استعمال ڪرڻ ٿا چاهين.“ دل ۾ چيم ته وچين درجي جي سفيدپوش لوڪن ۾ عقل جي ڪيتري نه گهٽتائي آهي يا ڪٺي ڇنجي ته ڪن چالاڪ ۽ اڙٻنگ ماڻهن جي پرچار جو زهر ڪيترو نه اثرائتو آهي!

هينئر رات جي خاموشي آهي. رات نه صرف خاموش آهي، پر اُداس آهي، سياه آهي! منهنجي سامهون به

معصوم سمهيا پيا آهن، جن جي چپن تي ڪيتري نه پياري مسڪراهٽ نچي رهي آهي! ڇاڪاڻ ته، سڄو ڏينهن رستي تان صرف پوليس ۽ هوم گارڊس جون ڦرندڙ لاريون ۽ بندوقون ڏٺيون اٿن. محلي جي ٻارن سڄو ڏينهن ”لاٺي گولي کائينگي، ڦر ڀي گوئا جائينگي،“ جي نعرن سان بيگهه کي مٿي کڻي ڇڏيو آهي. هنن کي اڃا به گوئا وارو ڏينهن ياد آهي، پر ڪين کهڙي خبر ته صرف پورچوگيز پارت جو ٽڪرو ڇني ٻين جو حق ڦبائڻ نٿا گهرن، پر هت ته خود پارت جي سرزمين تي هڪڙن جو حق کسي ٻين کي ڏنو ٿو وڃي.

مان ڪجهه لکان پر هيءَ رات جي خاموشي مونکي ڏاڍي هيبتناڪ ٿي لڳي. هوا جا دريءَ کان گهوگهاٽ ڪري اندر پئي اچي، سا پنهنجي ٻوليءَ ۾ مون کي رات جي سياه چادر تي ٿيندڙ حيوانيت جو پيغام پيئي ٻڌائي. پر مان ته سندس ٻولي نٿو سمجهي سگهان. صرف منهنجا خيال، منهنجي ڪلپنا ڪڏهين شيواجي پارڪ ته ڪڏهين سيوري، ڪڏهين لال باغ ته ڪڏهين آرٿر روڊ، ڪڏهين گرگانؤ ته ڪڏهين ناڪردوار جا چتر اکيان تي آڻي ۽ منهنجي دل ڪانڊارجي ٿي وڃي. متو ڏوڏي پنهنجي ڪلپنا جي ڪوٽ کي پرزا پرزا ڪري ٿو ڇڏيان ۽ اوڏي مهل رڳو ’مٿي واجبي هلس‘ جا منتر پڙهڻ شروع ٿو ڪريان.

صبح جو اٿي اخبار هٿ ۾ ڪڏهين انهن مون کو

لکڻ لاءِ جذبو ماڻي. منهن سامهون معتبر اڳوانن جون 'اپيلون' پڙهيون اٿم. مان انهن کي ڇا چوان؟ چڱو اپيلون ٿو چوان، ڇاڪاڻ ته آهن ته اپيلن جي نالي ۾. هڪڙو ٿو چوي: بمبئي جي نيڪ نالي کي ڪارو ڇٽو لڳي ويو آهي؛ پر سرڪار وٽ انهيءَ ڪاري ڇٽيءَ کي ڌوئڻ لاءِ شڪتي موجود آهي. يعني ته بمبئيءَ جي گهٽين ۾ ڪاري ڇٽي کي لال رنگ ڏنو پيو وڃي. ٻيو چوي ٿو بلڪل سخت قدم کنيو وڃي ۽ پوليس جون ڪوششون ساراهه جوڳيون آهن! ڇا لکان؟ ڪٿي ٿو لکان: جنتا جا معتبر اڳوان زنده آباد! لوڪشاهي، سچ ۽ اهنسا زنده آباد! 'مني واجبي هلت' زنده آباد!

منهنجي پرسان رهندڙ پاڙيسري مون وٽ ٽڪڙو ٽڪڙو ڊوڙندو آيو آهي. پڇي ٿو، "فلاڻا ڇهن ڏينهن کان تون اهو ڪرسيءَ تي ڇا ويٺو ڪرين؟" چوانس ٿو، "لکڻ جي ڪوشش ٿو ڪريان." چوي ٿو، "ڌوڙ ٿو لکين! لک نه ته اهڙي معمولي ڳالهه تي ايترو گوڙ ڪبو آهي؟" پنهنجو قلم ڪٿي ٻانهن ۾ چڀائي وڌومانس. رڙ ڪري گاريون ڏيڻ لڳو. وس پڄيس ها ته ڌڪ ٻه هڻي ڪڍي ها. چيومانس، "اڇا ته صرف قلم جي هڪ نوڪ چڀائي اٿم ته ايترو درد محسوس ٿو ڪرين؛ پر جي بدن جو ڪو ٽڪرو ڪٽي وٺانءِ ته جيڪر ڇا ڪرين؟" منهنجي خيال کي هن جو واپاري ٿلهو دماغ جهٽي نه سگهيو. "اڇا گهٽيءَ چريا ٿيندا،" چوندو هليو ويو.

آرام ڏورو ڏي آيس، گهڙي ساعت رکي وري واپس آيو ۽ ڏڪار پڙڻ جي نوع ۾ چيائين، "هي جيڪي ڪجهه ٿيو آهي، سو سڀئي ٺيڪ آهي؟" مون چيو، "جيڪي ٿيو آهي سو سڀئي ٺيڪ نه آهي؛ پر سوال آهي ته ان جي جوابداري ڪنهن تي آهي؟"

"غونڊاگيري سان ڪجهه حاصل ٿي سگهندو آهي؟" هن چيو.

"غونڊاگيريءَ جو دوش عام ابوجهه حق گهرندڙن تي وجهڻ غلط ٿيندو."

"لوڪشاهي طريقا ڪهڙا آهن ڇا؟" هن سوال ڪيو.

"سڀئي لوڪشاهي طريقا سرڪار ڪم آڻي ڪٿائي ڇڏيا... ٻنا ڪنهن سبب جي بمبئيءَ کي مهاراشٽرا کان الڳ ڪرڻ لوڪشاهي آهي نه؟ مخالفت ڌر جي اڳوانن کي راتوواه ترنگ ۾ ڦهڪائڻ لوڪشاهي آهي نه؟ شهر پوليس جي حوالي ڪرڻ لوڪشاهي آهي نه؟ باه ۾ هٿ وجهڻ سان نه سڙندو ڇا؟ اڳ ماڻهن ڇني ائين ڪيو؟"

"تو هين ليڪڪ اصل مٿي ڦريل ٿيندا آهيو،" ٻڙٻڙائيندو تيزيءَ سان هليو ويو.

مان اچا ڪيس ائين چوان ٿي چوان ته هر دليل جو جواب گار نه ٿيندي آهي ته اوچتو ٺڪ ٺڪ... ٺڪ... جو دل ڌاريندڙ ڏڪاءُ ڪن پيو. اٿل ڏيئي ڪرسيءَ تان اٿيس.

چيم، "اتهاس گهٽين ۾ لکجي رهيو آهي ۽ اڄ هٿ پاڇ کي ڪوٺيءَ ۾ بند ڪري، رچنا ڪرڻ جي ڏينهن ۾ وهنو

آهيان." گليءَ مان ڦري ڦاڪي ڏي آيس. ماڻهن جو انبوه هڪ جڳهه جي اڳيان ڪٺو ٿيو هو جتي ڪنهن لاش جي مٿان بيٺو هو. ٻارن ۽ زالن جا ڪيڪرات پئي آيا. هڪ ٻڍي پنهنجي قاتل گليءَ سان مٿو هڻندي ۽ ڪجهه اهين پئي چيو: بي گناهن جو خون وهايو... انصاف... سچ ۽ لوڪشاهيءَ جي نالي ۾ خون وهايو. منهنجي نظر مٿي بالڪنيءَ ۾ وڃي پيئي، جتي هڪ پندرهن سالن جو ڇوڪر هٿ ۾ ڪارو جهنڊو کنيو بيٺو هو، هنجي ٻانهن مان گولي لڳڻ ڪري رت جا ريلا پئي وهيا. هو چلائي رهيو هو: ٻمبئي اسانجي، ٻمبئي اسانجي (اسانجي). نوجوان کي رڙ ڪري چيم،" مبارڪ! ڪوشش ڪندي ڪجهه به نه لکي سگهيو آهيان. چڱو ٿيو ڪجهه نه، نه تنهنجي خون مان پنهنجي ڪلڪ جي نوڪ ٻوڙي اهو ئي وڃي ٿو لکان 'ٻمبئي اسانجي'.

(فبروري ١٩٥٦)

**تون پڇين ٿو، مان ڇو اداس آهيان ؟**

تون پڇين ٿو، مان ڇو اداس آهيان؟ ويٺي ويٺي اداسائي دل تي ڇانئجي ويندي آهي. دل جي اونهائي ۾ هڪ تنهائي محسوس ٿئي آهي. تنهائيءَ ۾ هڪ هلڪو هلڪو چپندڙ درد! من جو پکيئڙو اڏامندو، عرش جون ڪئين منزلون طئه ڪندو، اَڻ وسريل ياد واريون جڳهيون ۽ نظارا ڳوليندو رهندو آهي...

هيءَ نوابشاهه جو ننڍڙو نگر آهي. هن شهر جو هر هڪ رستو، هر هڪ گهٽي، هر هڪ جڳهه، هر هڪ پٽ مونکي سڃاڻي. مان ڪوڙ ڪونه ٿو ڳالهايان. مونکي بادشاهه پير دستگير جو قسم آهي! پڇي ڏسو نه هر هڪ پٽ کان، مون مٿس ڪيترا پيرا پوسٽر لڳايا هئا، ڪيترا پيرا چاڪ سان، ”انقلاب زنده باد! ڀارت ماتا جي جئه! ۽ هندو مسلم ڀائي ڀائي“ لکيو هو! پڇي ڏسو نه هر هڪ رستي ۽ گهٽيءَ کان ته مون مٿن ڏينهن ۾ ڪيترا پيرا ٿي ڊڪون ۽ ڊوڙون پاتيون، ڌڪا ڪاڌا ۽ سندن خاڪ پنهنجي جسم کي ملي! ڏسو توهان کي شاهدي ڏين ٿا يا نه!

ڀلا مونکان اهو ولس هاءِ اسڪول وسري سگهي ٿو، جنهنجي ننڍڙي باغيچي ۾، مان پنهنجن همعمر سائين سان شام جو ويهي، موڙيون، گجرون، ٻاڪ ۽ ميٺي

پوکيندو هوس ۽ گل- ٻوٽا لڳائيندو هوس! مونکي کير
ٻڌائيندو ته اهي منهنجا لڳايل گل ۽ ٻوٽا ڪيئن آهن؟
مرجهائجي ويا آهن يا اڃا به انهن ۾ اهائي مهڪ ۽ مشڪ
آهي ۽ سورج جي پهرين ڪرڻي سان پنهنجا ننڍا ڪڙا نيڻ
ڪر موڙي، کوليندا آهن؟ جي ها، ته کهڙو منهنجو
رفيق انهن منهنجي لڳايل گلن جي جيءَ سان پرورش
ڪري ٿو؟ مان ڪيس سلام ٿو موڪليان. پڪ ڄاڻي ته انهن
گلن جي سڳنڌ هوا جي تهن تان ترندي منهنجي هن نرگ
جهڙي ڪوٺيءَ ۾ اچي منهنجي دماغ کي معطر ڪندي.

ڀلا هن پنهنجي دوست جيٺي جو گهر ڀلجي سگهندس؟
ان گهر جي هرهڪ سر منهنجي واقف آهي. اتي ئي ته
پهريون دفعو منهنجي دل گم ٿي وئي هئي. مون هڪ
هڪ سر ڪري پنهنجي دل کي ڳوليو، پر مونکي ڪٿي
به نه ملي. مونکي کهڙي خبر ته ڪو ان کي چورائي
ويو آهي ۽ وري قيام اها دل مونکي واپس نه ملندي.
۽ چور! اهو بلڪل منهنجي اکين جي سامهون شرارت
ڀري نظر سان مون ڏي مشڪي رهيو هو. مونکي اها
حياتيءَ ڀر نه وسرندڙ گهڙي اڄ به ياد آهي. هن ويٺي
نوڙيءَ راند ڪئي. نوڙي ٻن نينگرين ويٺي هلائي، ۽
هن ٽپي ٽپا ڏنا. عورت هوئڻ ئي سونهن جو ڦوهارو ۽
پر جڏهين مٿس جوانيءَ جي مدُرتا ۽ چنچلتا ڇانيل
هوندي آهي ته هوءَ سونهن جو هڪ ئي پاڪ آبشار معلوم
ٿيندي آهي. هن جي انگ انگ ۾ مستي هئي، للڪار

هئي، سنڌ رتا هئي، زندگيءَ جي اُڇل هئي! مان چاهيان ته چاهيان ٻازي هارائي ويٺو هوس. ٻير ڇٽي ويو هو، جنهنکي واپس ٻيردان ۾ آڻڻ ڪنهن جي به وس جي ڳالهه نه هئي!

ڀلا هو محمد بخش ڪاسائي ڪٿي؟ هٿو ته برابر ڪاسائي، پر دل ته ڪنول جي گل جهڙي نرم هئس. مونکي ڪلهي تي کڻي وٺاڻ گهمائيندو هو، ترڪ چڪائيندو هو ۽ ٻڪيون ۽ ڇيرا ڪارائيندو هو. جڏهين ڀڄاڙيءَ وارو ڀيرو ڳوٺ موڪلائڻ لاءِ ويس، تڏهين پنهنجي دستار سان اکين جون پلڪون اُگهي ڀيار ڀريون ڳراٽڙيون پائي چيائين، "ننڍڙا ديوان! ٻه ٽي ڏينهن ترس. ڪوٽڙيءَ جا ڀلا، نارو شاهه جون نارنگيون، سکرنڌ جا پيڙا ۽ محرابپور جا پيڙا ڀڳو تي ڪائي پوءِ وڃ."

تون پڇين ٿو، مان ڇو اداس آهيان؟

هيءَ حيدرآباد جو سهڻو شهر آهي، ڪيترا ڀيرا مان هن نوار ٻڌي شهر جو ديدار ڪرڻ آيو هوس. ڏس هيءَ قليلي پنهنجي قوهه جوانيءَ ۽ مستيءَ ۾ ڀٽي وهي... سنڌ س گڙ... جو آواز اڃا پيو ڪنن ٻوي. مهاڻا پنهنجن ٻ ونڊ ين، ٻيڙلن ۽ مڇين ۾ وينا سنسٽي ڄي ڪالاڙي ڄبل ۾ ڀنڪڻ جا ورلاپ ڪن. ٻوسان ٿي هيبت لهي، مائي ڏائيءَ جو ڀويو و- ڇٽڻي ڪائي وڃڻ ڪان سواءِ توهان ڇڻ حيدرآباد ۾ جهڙا آيا ٿهڙا نه. مبارڪ آهي ماڻي ڪنهنجي همٿ جي شهري. ماڻهو سدا جسي ڪڏهن ڪر

مان تنهنجي ٻوٽي جي هاڪ ٻڌي ڏ اچن. اڄڪلهه اتي مائي ڏائي هوندي يا ڏائي جي پوٽي؛ پر اها ٻوٽي ۽ ڇنڊڻيءَ جي هاڪ ۽ شيري سنڌ ۾ مشهور هوندي.

هاڻي اچي ميرن جو هي ٻ تل قلعو ڏسو. ميرن جي صاحبيءَ جو پويون نشان. قلعي ڏسندي تاريخ جا ڪيترا ورق اکين اڳيان گذري ٿا وڃن. انگريزي سامراجين هتي پنهنجي سوڀ جا پنڊلا لڳائي ڇڏيا آهن. پلا وقت جي سرڪار انهن داغن کي مٽائڻ لاءِ ڪهڙي ڪوشش ٿي ڪري؟ شايد هو پنهنجي طاقت کي برقرار رکڻ جي ڪم کان فارغ ئي ڪو نه ٿيا آهن! پرسان ئي مياڻيءَ جو ميدان آهي، جتي شير دل بلوچ انگريزي گولين جو مهاڏو ڪندي زمين تي ڪريا هئا. اڄ ڪير هنن جي شهادت جي تاريخ لکڻ جي ڪم کي لڳو آهي يا انهن جي دليريءَ جا ورق وساريا ويا آهن!

پرسان ئي ڪوٽڙي آهي- پلن جو پنڊ. ڪوٽڙيءَ جو تازو سيڪيل پلو کائڻ سان، 'رب جو سنهن' بهشت جو ميوو ياد اچي ويندو هو. هتي ئي ٻيڙيءَ تي چڙهي، سنڌوءَ جي چنچل لهرن مٿان اسان هڪ چانڊوڪي رات جو سفر ڪيو هو. رات جي خاموشي، چانڊاڻ جي سيتلتا ۽ لهرن جي مدهوشيءَ ۾ مدهن جي دوست جيڪو دل جو آلاپ "او! مدهنجا پرديسي پريتم تنهنجي ياد ستائي" بلند ڪيو هو، سو اڄ ۽ هوا جي لهرن سان ٽڪرندو رهي ٿو ۽ ڪڏهين اها زخميل دل

جي پڪار دل ۾ پيهي ٻڏلي ۽ جهڙو سيسرات پيدا ڪندي آهي.

نون پڇين ٿو، مان ڇو اداس آهيان؟

هي شڪارپور آهي، منهنجي دوست ڪڪوءَ جو جنم آستان. هينئر منهنجو دوست مون کان رسي ويو آهي ۽ مون وٽ وري اچڻ وارو نه آهي؛ پر سندس يادگيريون ۽ سندس شهر جا واقف نظارا مون وٽ ڇڏي ويو آهي. اڪيلي ڪڪوءَ جي اڪيلي ناني، منهنجي به ناني هئي. سندس سڪ ۽ ممتا مون کان پَلا رائي ڇڏيندي هئي ته هوءَ ڪڪوءَ جي ناني آهي يا منهنجي ناني!

هيءُ اهو شهر آهي، جتي ڪيترا سنت ۽ ڪوي پيدا ٿيا. ان ئي مٽيءَ مان سنڌ جو نوجوان باغي شاعر "اياز" جاڳيو، جنهن جي گيتن جي گونجار ساري سنڌ ۾ ڦهلجي ويئي. اڄ به اهو نظارو ياد آهي، جڏهين "اياز" سينڌي روايتن ۽ بندشن کي ٽوڙي "رام باغ" جي هڪ عوامي ميڙ ۾ پنهنجو محبوب گيت ڳايو هو: او باغي، او راجدروهي، ڀارت جي ٻلوي جا باني..."

اڄ به اهي روح پرور نغما سنڌي عوام جي ڇپن تي نچندا هوندا ۽ پرورش پائيندا هوندا.

هيءُ هاٿي در، هيءُ لکي در، شام جو سهاوڻو ۽ من موهيندڙ سمو، هيءُ يارن جا ٽولا، هي حسينن جون ڇانگون! اهي به ڪي وسرڻ جهڙيون ڳالهيون آهن!

۽ سنڌ واه! ڪڪو چوندو هو،" جن جي ڪٺر ۾ 'سنڌ واه' وهي، سي ڳڏڪا وڃن نه گوڙيا..." اونهاري جو وقت هو. ساري سنڌ جي ڪنڊ ڪڙڇ مان نوجوان وڏيار ٿي ڪانفرنس جي موقعي تي اچي ڪٺا ٿيا هئا. خوب گرما گرم بحث ٿيو، ڪشمڪش ٿي، تقريرون ٿيون، نهراؤ پاس ٿيا ۽ پوءِ هو سنڌ واه تي شيل! پاڻيءَ ۾ ترڳڻ، انبن جي رس چوسڻ، گوشت تي جهپا هڻڻ ۽ ٽٻيون ڏيڻ! اهڙيءَ فضا ۾ سنگيت جو ميناج هو، نرتيه جي مدرتا هئي ۽ چترڪاريءَ جي رنگيني سمايل هئي.

بلڪل ويجهوئي سکر آهي - سنڌ جو شان. سکر ڀلا ڪو ڏسڻ جو شهر آهي! بس دل تي چٽڻ جو آهي. هڪڙو چتر اکين کان پري ٿي نٿو ٿئي ته ٻيو ان کي ٿيلهو ڏيئي اچي ٿو اڳيان بيهي. چڙهو ته معصوم شاهه جي مناري تي، جڻ عرش جا سير ڪيو! مٿي چڙهڻ سان ائين محسوس ڪندا، جڻ اهڙي بلنديءَ تي پهچي چڪا آهيو، جتان قدرت جي وسعت کي پنهنجي گود ۾ سمائي ڇڏيو.

اچو ته سکر بئراج جو سير ڪري اچون. هيءُ سنڌوءَ جي ڇاتيءَ تي انسان جي فتح جو ڪمر پٽو بدل آهي. ستر دروازن جو بند جنهن سنڌوءَ جي مدمست پاڻيءَ کي لغام ڏئي وس ڪيو آهي. هيءُ سنڌ جو جياپو آهي، ڪيتن جو روح آهي. اها اونهاري جي هڪ دلربا رات جا مون بئراج جي پل تي ڪي گهڙيون گهاري هئي، سا

قيامت پر نه پلجي سگهندس. پاڻيءَ مٿان جڏهن پکهاريل چاندي اوتي ڇڏي هجي. پاڻيءَ جي گڙگڙاهٽ جو انوکو آلاپ ۽ لهرن جي ناز و ادا!

هتي بکر آهي، زنده پير آهي، پيرسان روهڙي شريف آهي ۽ پاڻيءَ جي وچم ساڌ ٻيلي جو ٻيٽ. درياه شاه جي ڇاتيءَ تي، هيءُ ننڍڙو ٻيٽ آنند جو آستان آهي. ڪيترا پيرا درشن ڪرڻ کان پوءِ به دل ڍاپڻ جي نه آهي. ڀلا قدرت جي سونهن مان به ڪڏهين ڪير ڍاپيو آهي! آرتوار جي ڏهاڙي تي ڇا پيهه هوندي هئي! سڄو سکر اچي اُتي پلٽجندو هو. اهڙي موقعي تي مور ۽ ڍيلون پنهنجا پر پکيڙي جا رمت رمنديون هيون سا ڀلائڻ جي نه آهي.

تون پڇين ٿو، مان ڇو اُداس آهيان؟

هيءُ آهي سنڌ جو بهشت! ڪراچيءَ جو عاليشان شهر... هن شهر سان منهنجو نينهن آهي، ڇو ته ان سان منهنجون ڪيتريون يادگيريون وابسته آهن. هن شهر جون گليون ۽ ڪوچا، باغ ۽ وندرگاه، تعليمي ادارا ۽ سياسي مرڪز مونکان هزارين ميل دور هوندي به مونکي ايترو ويجها آهن، جيترو منهنجي اکين جون ماڻڪيون.

هي ڏسو نه ڊي. جي. سنڌ ڪاليج! مان جيڪي آهيان سو سڀ انهيءَ جي بدولت. ڪاليج جا شاهي گبنذ، آڳند ۾ وڇايل ساوڪ جا غاليچا، ڪلاس ۾ پيل بينچون، ڏاڪڻ جا ڏاڪا ۽ ٿنڀي تي هٿ سان اُڪريل

هيءُ منهنجو نالو - اهي سڀ چتر منهنجي اکين اڳيان ائين پيا آهن، جڻ ڪالهه ڪالهوڪي ڳالهه آهي. ۽ هيءَ ميٺارام هاسٽل جو روم نمبر ٢٩، منهنجو چار سال آرام گاهه هو. انهيءَ ڪوٺيءَ ۾ مون ڪهڙا خواب پاليا هئا، دوستن سان ڪهڙيون رهاڻيون ڪيون هيون ۽ محفلون مچايون هيون، اهي سڀ اَڻ وسرندڙ داستان آهن.

هاڻي اچو ته ڪيماڙي تي هلون. هتان ٻيڙيءَ ۾ چڙهي منهوڙي جو ديدار ڪرڻ ٿا هلون. هيءُ لڪشميءَ جو مندر آهي. عربي سمنڊ جون ڇوليون مندر ناچڻين جيان تال سان قدم ملائينديون، مندر جي ديوار کي چمنديون، ڌيمي چال سان ڇم ڇم ڪنديون واپس ٿيون وڃن. هيءَ گجهي ڏسو واريءَ سان لپيٽجي ان سان ملي پنهنجي هستي وڃائي ٿي ڇڏي. ديوار سان ٽڪرجندڙ لهرون، پاڻيءَ جون بوندون ائين ٿيون ڦهلائين جڻ موتين جي ورکا ٿي ٿئي! هن امر آستان تي مان ڪلاڪن جا ڪلاڪ سمهي عربستان جي ڪناري تان هلندڙ ڇولين جي مدڪمتا ۽ نيلي آڪاش جي وشالتا جا دلفريب نظارا ڏسندو هوس ۽ انهن جا سپنا سٽيندو هوس.

هيءَ اٿو آرٽلري ميدان جي ڇهين نمبر جڳهه جي سورهون نمبر بالڪني. انهيءَ بالڪنيءَ تي ڪيئين افسانا چٽي سگهجن ٿا. انهيءَ سان منهنجو جيءُ جڙيل آهي، روح جو سٻنڌ آهي ۽ اها منهنجي حسرتن جو آئينو آهي. انهيءَ بالڪنيءَ ۾ ٻو يون دفعو مون پنهنجي

پريشان ڪي ڏنو هو. هر روز انهيءَ ٻالڪنيءَ جي هيٺان، نت نيم مان کير واري وٽان کير پيئڻ ايندو هوس. کير مان منهنجي دل کي تقويت حاصل ٿيندي هئي يا نه، پر پرينءَ جي ديدار مان ته دل کي بي پناهه مسرت ملندي هئي. هر روز صبح ۽ شام دل جي ڌڙڪڻ کي تيز ڪرڻ ۽ دل کي تسڪين ڏيڻ لاءِ اتي اچي ايندو هوس. اڄ ضرور ڪو نه ڪو کير پيڻ جي بهاني سان پنهنجي نور نظر کي ڏسڻ لاءِ انهيءَ ٻالڪنيءَ جي هيٺان اچي بيهندو هوندو. ڪيس مبارڪ هئي اها ٻالڪني!...

ٿورو پريان ئي عيدگاهه ميدان آهي. انهيءَ ميدان تي اتهاس جا باب لکيا ويا آهن. اهو ١٩٤٦ وارو زمانو هو. بهادر ساموندي خلاصين انگريزي سامراجين جي بي عزتي ۽ اپمان جو جواب رائفلون سڌيون ڪري بغاوت سان ڏنو. نوجوان خلاصين جهازن تي قبضو ڪري گولين جو جواب بارود سان ڏنو. ڪراچيءَ جو شهر اُڀامڻ لڳو. سڄي خلق اچي عيدگاهه ميدان تي پلٽجي. ڳاڙها، ساوا ۽ ترنگا جهنڊا هڪٺي ميدان ۾ ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي ڦڙ ڦڙ ڪندا رهيا. پنهنجي ڪسڪندڙ طاقت کي برقرار رکڻ لاءِ سامراجين عوام تي گوليون ڇوڙيون ۽ اهو اُن سالن جو معصوم ڀوري ٻالڪ منهنجي بلڪل اڳيان سورهيه سپاهيءَ وانگر ڪريو. ڪيس ڪن لاءِ گود ۾ کنيم. سندس شهيد خون سان لال ٿي ويس. هڪ ڏيهن ۾ انهيءَ ميدان جي سرزمين تي اُن شهيدن جي

اتهاس جا ورق لکجي ويا، جن کي ڪير ڀلا وساري
سگھي ٿو! اڄ ڀي انهيءَ معصوم ٻالڪ جي ٻي ٻاڪ
شهيديءَ واري مرڪ منهنجي ڏارن ۾ عڪسي پيئي آهي.
۽ انهيءَ منهنجي ڪراچيءَ کان موڪلي وڇوڙيو ويو آهي.
اڃان ٻه تون پڇين ٿو، مان ڇو اداس آهيان؟
(اپريل ١٩٥٦)